# علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي

# جون علمي، ادبي سياسي ۽ صحافتي خدمتون

# ALLAMA GHULAM MUSTAFA QASMI,S CONTRIBUTIONS TOWARDS EDUCATION, LITERATURE, POLITICS, AND JOURNALISM

نوشين بانو برماڻي*

**DOI**: 10.6084/m9.figshare.4479422
**Link**: https://dx.doi.org/10.6084/m9.figshare.4479422.v1

**ABSTRACT:**
*Allama Ghulam Mustafa Qasmi a renowned scholar of Sindh possessed multidimensional personality.He was a dexterous writer, a political activist, a famous journalist of his time and a kind human being. Born in a small village of Bhambhi khan in 1916. Allama Ghulam Mustafa Qasmi worked hard to reach at the heights of education and social status. He was a renowned religious scholar; he worked on Hadith, Fiqah, Tafseer, translations of different religious scriptures of Shah wali ullah into sindhi. He was a famous journalist; he was euditor of newspaper "New Sindh". His educational work is also plausible; he was Director of Shah wali ullah academy, Honorary professor at the University of Sindh Jamshoro, remained teacher of Arabic in Sindh Madrastul Islam and was lecturer in Sindh Muslim College Karachi. One cannot summarize the efforts and works of Allama Ghulam Mustafa Qasmi in few pages of research it needs an in depth and analytical approach to understand the personality and the work of this great scholar of not of Sindh and Pakistan but of the Muslim world at large. This paper discusses Allama's life and his contributions in the field of education, literature, politics and journalism.*

KEYWORDS: Ghulam Mustafa Qasmi, Books, Magazines, Educational Political, Contributions

**ڪليدي لفظ:** غلام مصطفيٰ قاسمي ڪتاب، رسالا, ,تعليمي ، سياسي، خدمتون

* پي ايچ ڊي اسٽوڊنٽ  شعبوتقابل اديان و ثقافتِ اسلامي ،سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو
برقي پتو: nosheenbano2016@yahoo.com

## تعارف:

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سنڌ جي هڪ عظيم شخصيت برک عالم دين ۽ علمي دنيا جي اُفق جا هڪ روشن مينار هئا، پاڻ عالم، اديب ۽ دانشور هئڻ سان گڏ هڪ بهترين صحافي، سماج سڌارڪ ۽ عظيم انسان هئا. علامہ صاحب هڪ منفرد قسم جي شخصيت جا مالڪ هئا. پاڻ نرم مزاج ۽ سادي طبيعت جا مالڪ هئا، سيني انساني جذبن سان ڀرپور، آزاد خيال ۽ خوش مزاج استاد پڻ هئا.[1]

## ولادت :

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي( ١٣٣٥هہ برابر١٩١٦ع )ڏاري سنڌ جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ پنيي خان تعلقي ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيا.سندن ڳوٺ جو نالو هڪ لٺ سردار رئيس پنيي خان چانڊيو جي نالي" پنيي خان جو ڳوٺ" مشهور آهي.هي ڳوٺ لاڙڪاڻي کان اتر طرف ١٤ ميلن جي پنڌ تي تعلقي ميرو خان ۾ آهي[2] . علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي کي قاسمي دارالعلوم ديوبند (جيڪو ١٨٦٦ع ۾ قائم ٿيو هو جنهن جو سنياليندڙ مولانا محمد قاسم نانوتوي هئا) پاڻ قاسمي ان مدرسي ۾ئي سندن کان تعليم حاصل ڪئي ،جهن سبب جي ڪري علامہ غلام مصطفيٰ کي قاسمي جو لقب مليو.

## خانداني پس منظر وابتدائي حالات:

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جن جو تعلق سنڌ جي ديني۽ علمي گهراڻي سان هو.سند ن والد جو نالو الحاج حافظ محمودچانڊيو هوجيڪو قرآن حڪيم جي حافظ هئڻ سان گڏ ديني ڪتابن ۽ فقهي مسئلن ۾ استاد العلماءَ مفتي غلام صديق شهداد ڪوٽيءَ جو پڻ شاگرد هو.سندن والده جو نالو سارن هو.پاڻ جڏهن ٽن سالن جا ٿيا تہ والد ۴ ڊسمبر ١٩١٩بمطابق١٩ ربيع الاول سن ١٣٣٨هہ تي لاڏاڻو ڪري ويو.پوءِ سندن امڙ ۽ڏاڏي رئيس پيا رو خان سندن پالنا ڪئي.۽ پاڻ سندن جا چار پائر ۽ ست ڀينرون هيون.قاسمي صا حب سيني کان ننڍا هئا.سندن ڳوٺ ۾ نہ ڪو اسڪول نہ ڪو مدرسہ هو.سڄي ڳوٺ ۾ صرف سائين قاسمي جو والد صاحب حافظ محمود اڪيلو شخص هيو جيڪو قرآن جو حافظ هيو. البتہ سندن ڳوٺ کان ڪوهہ پنڌ تي ميروخان شهر۾ مدرسو ۽ اسڪول هو جتي پاڻ وڃي پڙهي سگهيا. ضلعي لاڙڪاڻي جي ہي تعلقي قمبر ۾ هڪ ڳوٺ ڪور سليمان هوجتي خلافت تحريڪ جي اڳواڻن خلافت فنڊ مان مدرسو قائم ڪيوهواهو سمورو ڪم مولانا مير محمد جاگيراڻي نورنگيءَ ۽ پير سيد تراب علي شاهہ راشديءَ وارن ڪيواهو تن ڏينهن ۾ وڏو علمي مرڪز هو.[3]

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جي استادن جي فهرست وڏي آهي انهن مان ڪجهہ اهم هي آهن:

١.مولانا فتح محمد سيراني:
٢. مولانا خوشي محمد ميرو خانيءَ.
٣ مولانا اعزازعلي ديوبند(١٣٠٠هہ_١٣٧٤هہ)
٤.مولانا حڪيم محمد نوازسنار (١٩٠٥ع_١٩٩١ع)
٥.. مولانا عبدالڪريم ڪورائي(١٣٠٥_هجري برابر١٨٨٦ع)
٦.مولانا حسين احمد مدنيءَ(١٢٩٤هہ_١٣٧٧هہ)
٧.مولانا محمد ابراهيم بلياوي صاحب(١٣٠٤هہ_١٣٨٧هہ)
٨. مولانا شبير احمد عثماني(١٣٠٠هہ_١٣٦٩هہ)
٩..مولانا اصغر حسين شاهہ ديوبندي(١٢٩٤هہ_١٣٦٤هہ)
١٠ امام انقلاب.مولاناعبيدالله سنڌي (١٨٧٢ع_١٩٤٤ع)
١١.شيخ الحديث محمدادريس ڪانڌيلوي.(١٩٠٠ع_١٩٧٤ع)[٤]

## تعليم جو آغاز:

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جن تعليم جو آغاز عربي ۽ فارسي پڙهڻ سان ڪيو. پاڻ مدرسہ "تحفيظ القران" ڳوٺ ينيي خان مان مولانا فتح محمد سيرانيءَ وٽ ناظره قرآن مجيد ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪيائون.[٥] تعلقي ميرو خان جي عالم مولانا خوش محمد جي مدرسي ۾ مولانا محمد نواز سينار وٽ فارسي جا ڪتاب, گلستان ۽ بوستان, پڙهيا ۽ فارسي جا وڏيڪ ڪتاب مولانا خوش محمد ميرو خاني وٽ پڙهيا, جن ۾ زليخا, جامي ۽ سڪندر نامو وغيره ۽ عربي ڪتاب ارشاد الصرف کان هدايت النحو ۽ قدوري تائين وٽ ئي مڪمل ڪيائون.[٦] قمبر تعلقي جي ڳوٺ ڪُورِ سليمان جي "مدرسة دارالفيض" مان علامہ استاد عبدالڪريم ڪورائي وٽ اصول فقہ, حديث, فلسفو منطق درسِ نظامي جي تڪميل ڪري ١١ سالن جي عمر ۾ دستاربند (مولوي فاضل) بڻيا [٧] ان کان سواءِ علامہ قاسمي انگريزي ۽ ٻيا جديد علم جن ۾ تاريخ, جاگرافي وغيره پنهنجي ڳوٺ جي پرائمري اسڪول جي هيڊ ماستر محمد ابراهيم عباسي کان حاصل ڪيائون.[٨]

## شاگرد:

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي شاگردن جو تعداد تمام گهڻو آهي جن۾ ٧٢ شاگردن شاهہ ولي الله اڪيڊميءَ صدر حيدرآباد سنڌ ۾ قاسمي صاحب وٽ دستار بند عالم ٿيا. ان کان علاوه سنڌ يونيور سٽي ڄامشورو ۾ تقريبن٥٠ کان مٿي شاگردن Ph.D ۽ M.Phil قاسمي صاحب جي نگراني ۾ڪئي ڊاڪٽرغلام علي الانا جي چوڻ مطابق سنڌ يونيور سٽي ڄامشورو

جي سينيٽ جي ميٽنگ۾١٩٩٨_١٩٩٩جي جيڪا رپورٽ پيش ٿي ان مطابق٥٢_٥٠ ورهين ۾ ٣٦٠ پي ايچ ڊي پيدا ڪيا تن مان ١٠٠ کان مٿي ايم فل ۽پي ايچ ڊي علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب پيدا ڪيا علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جو هي اعزاز هو تہ سنڌ يونيور سٽي جا پي ايچ ڪرائنيدڙ پهريان استاد هئا. [٩]

قاسمي صاحب جي شاگردن مان ڪجهہ اهم شاگرد هي آهن.

(١)ڊاڪٽرغلام علي الانا صاحب (١٩٣٠) (٢) ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ (٣)عبدالمجيدسنڌي(١٩٧٣) (٤) محمد مصطفيٰ الريماوي (١٩٧٥) (٥) سيد محمود شاهہ بخاري(١٩٧٧).محمد جمن ٽالپر (١٩٧٨) (٦) محمود حسين عبدالمجيد اعرابي(١٩٨٠) (٧) مظهرالدين سومرو(١٩٨٣) (٨) عبدالحليم محمد احمد الرحمي(١٩٨٦)

(٩) مفلح احمدمصطفيٰ الدباس(١٩٩٠) (١٠) حافظ صبغت الله انيڙ قادري (١٩٩٣) (١١) مخدوم محمد روشن صديقي(١٩٩٨) (١٢) عبدالڪريم سنڌيلو(١٩٧٣) (١٣) ڪليم الله بن حبيب الله ساريو(١٩٨٤ع)(١٥) عبدالجبار عابد لغاري(١٩٨٩ع)[١٠]

## علمي ۽ ادبي خدمتون:

علامہ قاسمي صاحب جو شمار انهن خاص اديبن ۽ دانشورن ۾ ٿيندو آهي جن پنهنجي شاگردي واري دور کان ٻين کي پڙهائڻ درس ڏيڻ شروع ڪيو علامہ قاسمي صاحب جڏهن دارالعلوم ديوبند ۾ پڙهندا هئا .تڏهن اتي ڪجهہ شاگردن کي خلاصةالحساب، عروج المفتاح ۽ تحرير اقليدس جا ڪتاب پڙهائيندا هئا[١١] دارالعلوم ديوبند مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ دهلي جي مشهور طبيہ ڪاليج ۾ علم طب سکڻ دوران حڪيم اجمل خان جي پاڻتي کي پڻ عربي جي تعليم ڏيندا هئا.[١٢] علامہ صاحب پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ جڏهن پنهنجي ڳوٺ ۾ آيا تہ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ انگريزي جا استاد مقرر ٿيا.١٣ آڪٽوبر ١٩٤١ع ۾ مدرسي دارالسعادت گوري پهوڙ ضلعي شڪارپور ۾ شيخ الحد يث ۽ صدر مدرس مقرر ٿيا، جتي جولاءِ ١٩٤٤ع تائين درس ۽ تدريس ۾ مصروف رهيا.[١٤] ان کان پوءِ ڳوٺ پير بخش پٽي ۾ مدرسہ بيت الحڪمت ۾ ڊسمبر ١٩٤٤ع کان ١٩٤٧ع تائين تقريبا ٽن سالن تائين تعليم ڏنائون [١٥]آگسٽ ١٩٤٧ع کان وٺي ١٩٤٨ع تائين گهوٽڪي جي مدرسي قاسم العلوم ۾ مدرس جي حيثيت سان پڙهائڻ لڳا، اتي بہ تقريبا هڪ سال تائين استاد رهيا.[١٦] علامہ قاسمي صاحب آگسٽ ١٩٤٨ع کان ١٩٥١ع تائين مولانا محمد صادق صاحب جي مدرسي مظهرالعلوم کڏي ڪراچي ۾ حديث ۽ عربي جا استاد رهيا.[١٧] علامہ قاسمي ڪجه سببن جي ڪري مدرسي مظهرالعلوم کڏي کي ڇڏي، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾ عربي جا استاد مقرر ٿيا ۽ اتان جي

مسجد جا امام پڻ رهيا[18] وريءَ ١٩٥٨ع ڌاري پاڻ سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي ۾ اسلاميات جا ليڪچرار مقرر ٿيا ۽ اتي ١٩٦٣ع تائين رهيا. ١٩ علامہ قاسمي صاحب دهلي جي هڪ مشهور ڪاليج اورينٽل ۾ پڑهڻ دوران اتان جي يعني دهلي جي هڪ مسجد ۾ مختصر عرصي لاءِ مفتي جا فرائض پڻ ادا ڪندا رهيا[20]

## علامہ قاسمي جون تصنيفي خدمتون:

علامہ قاسمي صاحب گهڻن خوبين وارو عالم هئا.پاڻ هڪ پاسي پڑهائڻ ۾ مجيل۽مجايل استاد هئا. تہ ٻئي پاسي کان تصنيف ۽ تاليف جي ميدان ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا.هنن سنڌي,اردو,عربي,فارسي,۾ تمام گهڻي تصنيف ۽ تاليف ڪئي ۽ديني علمن جي هر شاخ تي جنهن ۾ حديث ,فقہ ,تفسير,منطق ۽فلسفي جي متعلق لکيآهن سندن لکيل شرح ۾ مفيد الطلباء, سماجي انصاف ۽ اجتماعيت, منو مرسل, شاهہ جو رسالو.".دوروزي شامل آهن.ان کان علاوه قاسمي صاحب قرآن پاڪ جا ترجما ڪيا ۽ ,مقالا رسالا, مقدمہ ,حاشيا,تصحيح ,وترتيب ,تهذ يب ڪري ڪيترائي ڪتاب ۽رسالا, شايع ڪرايا .جنهن۾ تمدن عرب تفسير سوره سبا, قرآن مجيد جا سنڌي ترجما ۽ تفسير. , قرآن ڪريم جو ترجمو ڪئين ڪجي., درس قرآن. تفسير سوره يوسف , مقدمو نورالقرآن, تفسير خلاصہ القرآن, سنڌي تفسير٣ جلد , قرآن حڪيم جون خصوصيتون , مقدمہ۽ تعليقات تفسير الهام الرحمان,حاشيہ الهام الرحمان في تفسيرالقران جلد نمبر ٢,حاشيہ خلاصة القرآن,مقدمہ ترجمة القرآن, قرآن شريف سنڌي ترجمي سان,شامل آهن.[21] مقد مہ۽ حاشيہ .بهجة النظر ,مقدمہ۽ حاشيہ.امعان النظر,رسالہ مصطلح الحديث وشرح بعض عبارا ت نخبة الفڪر,شرح الفيةالحديث, سنڌ ۾ حديث جا امام۽ ممتاز عالم مقالو شامل آهن..مقدمو ۽ حاشيہ.المتانة الروايات,حاشيہ مختصرالقدوري,مقدمو۽ حاشيو فرا ئض الاسلام ,مقدمو ۽حاشيوانباءالانباء,سنڌ ۾فتو ي جو فن, لمعات, مقدمو۽ حاشيو التفهيمات الاهيات (٢حصا), , مقدمو۽ حاشيو تاويل الاحاديث, مقدمو۽ حاشيہ البدورالبازغة, حاشيہ همعا ت , مقدمو۽ حاشيہ سطعات., الانصاف في بيان سبب الاختلاف(عربي ترجمو), الخيرالڪثير.شامل آهن.

مفيدالطلباء في شرح تعريف الاشياء.مقدمو و حاشيہ ڪچڪول نامہ,مضمون گلشن اولياءَ (مقالات قاسمي صفحو ١٣٣),مضمون سنڌجوعطارحضرت آشڪار(مقالات قاسمي صفحو١٣٧)مضمون قلندري مشرب تاريخ جي روشنيءَ ۾, مضمون پير روضي ڌڻيءَ جا خط (مقالات قاسمي صفحو-١۴١) مطارحات التحقيق في برهان الطبيق رسالو (جنهن جو قاسمي صاحب ترجمو ڪري الولي اردو رسالي ۾ شايع ڪرايو. [22]

## علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جون لکيل شروحات:

١ .مفيد الطلباء في شرح تعريف الاشياء:

هي ڪتاب علامہ قاسمي صاحب پنهنجي شاگردي واري زماني ۾ لکيو. جيڪو علم منطق جو اهم ڪتاب آهي، هي ڪتاب ديوبند جي هڪ ڪتب فروش دهلي مان شايع ٿيو.نہ صرف اهو پر هي ڪتاب"الوافي علي الڪافي لحل ايساغوجي." علم منطق جو مختصر رسالو آهي،جنهن جو علامہ قاسمي صاحب شرح تاليف ڪيو.

٢. دوروزي:

هي ڪتاب شرح" ايساغوجي" جي شرح آهي جنهن کي علام صاحب ٻن ڏينهن ۾ تاليف ڪيو ان جي نسبت سان دو روزي جو نالو ڏنا ٿون. [٢٣]

٣.الفيۃالحديث:

هي علامہ عراقي جو لکيل ڪتاب آهي ۽هي نظم ۾ لکيل آهي قاسمي صاحب هن ڪتاب جي شرح لکي آهي.اهو ٥٠٠ صفحن جو ڪتاب آهي.

٤.منو مرسل(تاليف):

هي ڪتاب سيرت النبي ﷺ وسلم تي لکيل آهي جيڪو پهريون ڀيرو سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ٿيو.

٥. شاهہ جي رسالي ۾ قرآني تلميحون:

قاسمي صاحب جو هي مضمون لطيفيات۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. هن جو تعلق قرآني بوليءَ،معاني،۽ بديع سان بہ آهي هي ماهوار نئين زندگي ڪراچي نومبر ١٩٥٢ع جي شماري ۾ شايع ٿيو.[٢٤]

٦.تفسير سوره يوسف:

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوره يوسف جو هيء سنڌي تفسير مولانا عبيدالله سنڌيء جي افادات جي روشني ۾ تحرير ڪيو هن۾ علم تجويد جي فضيلت، قرآن جي روشني ۾ ان جي اهميت ۽ تاريخ تي عالمانہ روشني وڌل آهي. هيء مضمون علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي الرحيم سنڌي جي آگسٽ ١٩٧٩ع جي شماري ۾ تحرير ٿيو.

٧.قرآن جا سنڌي ترجما ۽ تفسير

علامہ قاسمي صاحب هيء تصنيف قرآن جي سنڌي ترجمن۽تفسيرن جي تعارف طور تحرير ڪئي آهي.جيڪا سنڌ يونيورسٽي پريس،حيدآباد ۾ ڇپيوهن ۾ قاسمي صاحب هيئين

ترجمن ۽ تفسيرن جو جائزو پيش ڪيو آهي .

١. قاضي عزيزالله مٽياري واري جو ترجمو٢.مولانا محمد صديق جو ترجمو٣.مولانا امروٽيءَ وارو ترجمو ۴.سنڌ جي مستند ۽ مقتدر علماء وارو گڏيل ترجمو۵.قاضي عبدالرزاق وارو ترجمو ٦.شيخ عبدالعزيز عرب وارو ترجمو.٧.مولانااحمد ملاح وارو ترجمو٨. قاضي عبدالرزاق لاهوري وارو ترجمو٩.مولانا محمد مدنيءَ وارو ترجمو.١٠.مولي عبدالعفور ڪڏي ڪراچيءَ وارو ترجمو ١١مقبول عام سکر وارو ترجمو.تفسير هاشمي،تفسير ڪوثر.،تفسير مفتاح رشيدالله ،تفسير تنويرالايمان،مترجم مرتضائي۽ تفسير ضياءَالايمان،تفسيراحمدي،مولوي عبدالرحيم مگسيء وارو ربع عم جوترجمو۽تفسير،درس قرآن جا چار پا ڱا، مولانا محمد مدنيءَ واروترجموتفسير فرقان سان گڏ٢٦ سپاري جو.مولانا محمد مدنيءوارو تفسير، سيپاري ٢٧۽٢٨جو مولانا مدنيءَ وارو تفسير، معلم القرآن قاضي عبدالرزاق ،تفسير الرحمان (سوره فاتحہ جو تفسير) تصنيف قاضي عبدالرزاق تمدن عرب تفسير سوره سبا،الهام الرحمان تفسير سيپارو الم مفسر مولانا عبيدالله سنڌي مترجم مولانا دين محمد وفائي۽مولانا علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي ،تفسير سوره محمد مولانا محمديوسف ندوي، معارف القرآن مولانا عبدالخالق ڪنڊياروي،تفسير سوره يوسف،مولانا عبدالله لعاري،تفسير حواميم،مولانا عبدالله لغاري هيء مقالو چئن قسطن۾ ماهواري نئين زندگيءَ ۾ مارچ اپريل، مئي،جون١٩٦٠ع۾ ڇپيو.[٢٥]

## ترجمو ڪيل ڪتاب:

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جا ترجمو ڪيل ڪتاب:

١.قرآن شريف سنڌي ترجمي سان

هي شاهہ ولي الله جي مشهور قرآن جو فارسي ترجموآهي جنهن جي حاشي تي شاهہ ولي الله فارسي ۾تفسيري نوٽ لکيا هئا. علام قاسمي انهن نوٽن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪري مولانا مدني جي ترجمي قرآن تي حاشيہ جي صورت ۾ شامل ڪري ڇڏيو.جيڪوقرآن جي سنڌي ترجمي پڙهندڙن لاء هڪ وڏي معلومات آهي

٢.قرآن حڪيم جون خصوصيتون

مولانا ڪوثر نيازي بصيرت نالي قرآن پاڪ جي خصوصيتن تي هڪ بهترين ڪتاب لکيو. جنهن جوعلام قاسمي صاحب سنڌي ۾ ترجمو ڪيو. جيڪو قاسمي چيئر سنڌ يونيورسٽي طر

فان شايع ٿيو.

٣.فتح الفصل

٤.الانصاف في الانصاف في بيان سبب الاختلاف

(هي شاه ولي الله جي تصنيف آهي جنهن جو علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سنڌي ۾ ترجمو ڪيو.) [٢٦]

٥.تاويل الاحاديث في رموز قصص النبياء

٦.مڪارحات التحقيق في برهان التطبيق.

٧.الجوهر الثمين في اثبات قدم التطبيق

(شاهہ ولي الله جي هن ڪتاب جو قاسمي صاحب ترجمو ڪيو۽ جنهن کي "قصص الانبياء ڪي رموز اور انکي حڪمتين"جي نالي سان شايع ڪرايو.)

٨.وسيلة الغريب الیٰ جناب الحبيب صلي الله عليح وآلہ وسلم.

(هي ڪتاب مخدوم محمد هاشم ٺٽوي صاحب لکيو جنهن۾انهن اهيبيت جي تاريخ ۽ فضيلتن بابت لکيوآهي. علامہ قاسمي صاحب ان جو ترجموڪيو.)

٩.بادهة الورود في اثباب وحدة الوجود

١٠.سنڌي تفسير جلد پهريون ( سورة فاتحہ ۽ سورة بقره ) مترجم علامہ قاسمي ١٩٩٤ع.

١١.سنڌي تفسير جلد ٻيو ( سورة آل عمران, النساء ۽ المائد ) مولانا محمد مدني_ مترجم علامہ قاسمي ڇاپو پهريون ١٩٩٥ع

١٢.سنڌي تفسير جلد ٽيون ( سورة الانعام کان سورة يوسف تائين ) مولانا محمد مدني_ مترجم, علامہ قاسمي ١٩٩٧ع.٢٧

١٣.غنية الشر ( عربي ) تصحيح و ترتيب و ڪتابت علامہ قاسمي.

١۴. المقدمة في قوانين الترجمة:( قرآن ڪريم جو ترجمو ڪئين ڪجي )

شاه ولي الله ڀنهنجي مشهور ترجمي فتح الرحمان جو مقدمو هن عنوان سان لکيوالمقدمة في قوانين الترجمة:,جنهن جو علام قاسمي سنڌي ۾ ترجمو ڪري ١٩٦٥ع ۾ماهوار" الرحيم" سنڌي جي شماري ۾ شايع ڪرايو.

## علامہ جا قاسمي جالکيل حاشيا ۽ تحقيق ڪيل ڪتاب:

١.تفسير خلاصة القرآن

هي مولانا عبيدالله سنڌ ي جو لکيل ڪتاب آهي جنهن تي علام قاسمي حاشيو لکي ۽ تحقيق

ڪري شاه ولي الله اڪيڊمي طرفان شايع ڪرايو.

١.تمدن عرب تفسير سوره سبا

سوره سبا جو هيءَ تفسير علامہ قاسمي صاحب مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي افادات جي روشني ۾ تحرير فرمايوجيڪو عربيءَ ۾ ڇپيل هو جنهن جو قاسمي صاحب سنڌي ۾ ترجمو ڪيو ۽ ترتيب بہ ڏني.۽هيءَ تفسير قاضي عزيزالله شهدادڪوٽي ١٩٦٦ع ۾ ڇپرايو.[٢٨]

**٢.شاهہ جو رسالو (تاليف):**

علامہ قاسمي صاحب پنهنجي ادبي سفر جو آغاز شاهہ جو رسالو سان ڪيو.علامہ صاحب جو وڏو ڪارنامو" شاهہ جي رسالي"جي ترتيب آهي .هن۾پاڻ بيتن ۽ واين کي ترتيب ڏيڻ سان گڏ ،سرن جي سمجهاڻي ۽ ڏکين لفظن جي معنيٰ مڪمل شرح سان پيش ڪئي اٿن. هي ڪتاب پهريون دفعو ٻن جلدن ۾ اداره ڪراچي مان سال ١٩٥١ع۾۽ ٻيو ڀيرو هڪ جلد ۾مهراڻ اڪيڊمي طرفان شايع ٿيو.

## علامہ جا قاسمي جا لکيل مقدما ،حاشيا:

١مقد مہ۽ حاشيہ .بهجة النظر

.علامہ ابوالحسن صغيربن مولانا محمد صادق سنڌيءَ جو اهو ڪتاب علامہ ابن حجر عسقلاني جي نخبة الفڪرجو بهترين شرح آهي.جيڪو ٣١٢ صفحن جو ڪتاب آهي .هن تي قاسمي صاحب جن عمدو مقدمو۽ بهترين حاشيو جوڙي تصحيح ڪري شاهہ ولي الله اڪيڊمي طرفان شايع ڪرايو. ان سان گڏقاسمي صاحب علامہ ابن حجر عسقلاني جي شاگرد حافظ قاسم بن قطلوبغا حنفيءَ پنهنجي استاد جو ڪتاب شرح نخبة الفڪرتي لکيل حاشيو پڻ شايع ڪرايو.

٢.امعان النظر

هي علام محمد قاضي محمد اڪرم نصير پوري جو لکيل ڪتاب آهي،جنهن تي پڻ علامہ قاسمي جن مقدمو حاشيولکيو ۽ تصحيح سان شاه ولي الله اڪيڊمي صدر حيدرآباد طرفان شايع ڪرايو.[٢٩]

٣.همعات

شاه ولي الله جو هي ڪتاب٢٢ همعينن تي مشتمل آهي،جنهن تي قاسمي صاحب پنهنجو عملي حاشيولکيو۽ شاه ولي الله اڪيڊمي طرفان ڇپيرايو. انهي ڪتاب جو اردو مقدمو مولانا عبيد الله سنڌي ڪيوهوهي ڪتاب بہ ٻيرا شايع ٿيوپهريان١٩٤١ع ۾ ٻيون ڀيرو١٩٩٢ع ۾ شايع ڪيو ويو.

٤.سطعات

هي شاھ ولي الله جوڪتاب آهي جيڪو٤٦ سطعن تي مشتمل آهي.ان تي علام قاسمي جن عمدو مقدمو۽ حاشيولکيو۽١٩٦٤ ع ۾ ڇپيرايو.

٥.حاشيہ مختصر القدوري

هي حاشيو نور محمد تاجر١٩٦٠ ع ۾ ڇپيرايوان تي علام قاسمي چوڏهن ١٤. صفحن تي مشتمل مفيد مقدمو لکيو.

## علامہ قاسمي جا تصحيح ڪيل ڪتاب:

١.رسا لہ مصطلح الحديث وشرح بعض عبارات نخبۃ الفڪر

هي رسالو مولانا عبيد الله سنڌي جو لکيل ڪتاب آهي.، جنهن تي علام قاسمي صاحب جن تصحيح ڪري ۽ان کي شايع ڪرايو.

## علامہ قاسمي جا لکيل تحقيقي مقالا:

### ١.سنڌ ۾ فتويٰ جو فن

علام قاسمي صاحب هن موضوع تي نهايت عالمانہ تحقيقي مقالو لکيو.۽قاسمي صاحب هن ۾ لفظ فتويٰ جي لغوي تحقيق آندي آهي.ان کانپوءِ فقهہ حنفي جي سنڌ ۾ تاريخ ۽ سنڌ ۾ فتويٰ جي مڪمل تاريخ بيان ڪئي آهي. جيڪو ماهوار شريعت جي سوانح ۾ شايع ٿيو.[٣٠]

## علامہ قاسمي جا ترجمو ڪيل ڪتاب بمع مقدمو ۽ تحقيق :

١.الخير الڪثير.

هي شاھ ولي الله جو لکيل ڪتاب آهي ان جوعلامہ قاسمي صاحب ترجمو ڪيو۽ان جو مقد موپڻ لکيو۽تحقيق ڪري ١٩٧٧ع ۾ شاھ ولي الله اڪيڊمي طرفان ڇپيرايو اڪيڊمي طرفان ڇپيرايو

## تحقيق ۽ تهذيب ڪيل ڪتاب (عربي):

الهام الرحمن في تفسير القرآن عليٰ اصول الامام شاھ ولي الله الدهلوي من افادات الامام عبيدالله السندي اصل تاليف علامہ موسيٰ جار الله (جلد ١ _٢)[٣١]

## مختلف ادارن سان وابستگي:

علامہ قاسمي جي مختلف وقتن ۾ مختلف ادارن سان وابستگي، جنهن جو تفصيل هن ريت

آهي:

**شاه ولي الله اڪيڊمي صدر حيدرآباد ۽ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي :**

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جنهن وقت سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾ پروفيسر هئا ان وقت شاه ولي الله اڪيڊمي جو بنياد رکيو ويو. جنهن جو صدر ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو صاحب کي ڪيو ويو.[٣٢] (شاه ولي الله اڪيڊمي کي وڌيڪ اثرائتو بنائڻ لاءِ شروع ۾ ٩ ڊائريڪٽرن تي مشتمل هڪ بورڊ قائم ڪيو ويو[٣٣]. انهن بورڊ جي ميمبرن ۾ هڪ علامہ قاسمي صاحب بہ شامل هيا. ان خاص مقصد جي ڪري علامہ قاسمي صاحب کي ڪراچي کان گهرايو ويو پاڻ اتان کان حيدرآباد آيا ۽ شاه ولي الله اڪيڊمي جي ڊائريڪٽر طور خدمتون سرانجام ڏيڻ لڳا ۽ حياتي جي آخري ڏينهن تائين ان اداري سان لاڳاپيل رهيا. بعد ۾ پنجن فردن تي مشتمل هڪ مجلس عاملہ پڻ مقرر ڪئي وئي جنهن جي ميمبرن ۾ علامہ قاسمي صاحب پڻ شامل هئا.[٣٤] ان کان علاوه علامہ قاسمي صاحب کي تحقيق جي شعبي ۾ نگران پڻ مقرر ڪيو ويو. علامہ قاسمي شاه ولي الله اڪيڊمي ۾ پبليڪيشن جو شعبو بہ قائم ڪيو. جتان ڪيترائي اهم ڪتاب شايع ڪرايائون پاڻ شاه ولي الله محدث دهلوي جي ڪيترن ئي ڪتابن تي مقدما ۽ حاشيا لکيا ۽ ترجما درست ڪري شايع ڪرايا. ان سان گڏ ماهوار رسالو الرحيم اردو، سنڌي، ماهوار الولي اردو ۽ ماهوار الحڪمت انگريزي جا ايڊيٽر ۽ ايڊيٽوريل بورڊ جا ميمبر پڻ رهيا.[٣٥] ان سان گڏوگڏ شاه ولي الله اڪيڊمي صدر حيدرآباد ۾ علامہ قاسمي صاحب ڪيترن ئي شاگردن کي عربي ۽ شاه ولي الله محدث دهلوي جي فلسفي جي تعليم ڏيندا رهيا ۽ اتي تقريباً ٧٢ شاگردن دستاربنديون ڪيون٣٦. ماهوار رسالي الرحيم اردو جا ١٩٦۴ع کان فيبروري ٢٠٠٢ع تائين ايڊيٽر رهيا. ماهوار رسالي الرحيم سنڌي جا ١٩٦٥ع کان فيبروري ٢٠٠٢ع تائين ايڊيٽر رهيا. ماهوار رسالي الولي اردو جا ١٩٧٢ع کان فيبروري ٢٠٠٢ع تائين ايڊيٽر رهيا. مخزن الحڪمت انگريزي جا ١٩٦۴ع کان ١٩٦٦ع تائين ميمبر ايڊيٽوريل بورڊ رهيا.٣٧ علامہ قاسمي ١٩٦۴ع کان ١٥ فيبروري ٢٠٠٢ع تقريباً ٣٨ ورهيہ شاه ولي الله اڪيڊمي صدر حيدرآباد جا ڊائريڪٽر رهيا. فيبروري ٢٠٠٢ع تائين علامہ قاسمي صاحب جي دؤر ۾ جيتري ترقي شاه ولي الله اڪيڊمي ڪئي اها ترقي ان کان پهرين ۽ ان کان پوءِ ڪا نہ ٿي سگهي.٣٨ علامہ قاسمي جيڪو ڪردار شاه ولي الله جي فڪر ۽ فلسفي کي زور وٺائڻ لاءِ ادا ڪيو اُهو تاريخي آهي. علامہ قاسمي شاه ولي الله جي فلسفي تي ننڍا وڏا ٣٢ ڪتاب شايع ڪرايا. [٣٩]

ڪجهہ ٻين ادارن سان پاڻ جي وابستگي هن طرح رهي :

١) ميمبر سنڊيڪيٽ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو.

٢) ميمبر سنڊيڪيٽ سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام.

٣) ميمبر بورڊ آف ايڊوانس اسٽڊيز سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي.

۴) ميمبر بورڊ آف ايڊوانس اسٽڊيز اسلامي ثقافت, شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو.

۵) ميمبر سنڌ صوبائي عجائب گهر حيدرآباد.

٦) ميمبر ڊاڪٽر داؤد پوٽہ لائبريري حيدرآباد.

٧) ميمبر مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد.

٨) ميمبر انتظامي ڪاميٽي ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ

٩) ميمبر صوبائي زڪواة ڪاميٽي, سنڌ

١٠) ميمبر مرڪز سيرت ڪاميٽي اسلام آباد.

١١) ميمبر اقبال اڪيڊمي لاهور.

١٢) صلاحڪار پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ.

١٣) صلاحڪار پاڪستان اڪيڊمي ادبيات اسلام آباد.

١۴) وزيٽنگ پروفيسر, سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي.

١۵) چيئرمين مرڪزي رؤيت هلال ڪاميٽي ١٩٨٦ع کان ١٩٨٨ع تائين.

(٢٣) ۽ ان سان گڏوگڏ پاڻ جميعة العلماء هند جا ميمبر پڻ هئا.

١٦) سنڌي ادبي بورڊ جا ١٩٧٧ع کان ١٩٨٩ع تائين چيئرمين رهيا.[٤٠]

## علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي بحيثيت پي, ايچ, ڊي نگران:

علامہ قاسمي کي سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو طرفان سنڌي شعبي جو اعزازي وزيٽنگ پروفيسر ۽ يونيورسٽي جي مختلف شعبن, جن ۾ سنڌي, فارسي, عربي, اردو, مسلم هسٽري, اسلامڪ ڪلچر ۽ تقابل اديان ۾ ايم, فل ۽ پي, ايچ, ڊي لاءِ نگران پڻ مقرر ڪيو ويو. ۴١ ان دوران سنڌ يونيورسٽي جي سينيٽ جي ميٽنگ ۾١٩٩٨ع – ١٩٩٩ع جي جيڪا رپورٽ پيش ڪئي وئي, ان ۾ ڄاڻايو ويو تہ سنڌ يونيورسٽي ۵٠ سالن ۾ تقريباً ٣٦٠ پي, ايچ, ڊي اسڪالر پيدا ڪيا, جن مان ١٠٠ سؤ کان مٿي ايم, فل ۽ پي, ايچ, ڊي علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي نگراني هيٺ ٿيا. ۴٢ علامہ قاسمي ١٩٧٧ع کان ١٩٨٩ع تائين سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو جا اعزازي چيئرمين رهيا ۽ انهي دوران سنڌي ادبي بورڊ تمام گهڻي ترقي ڪئي, علامہ قاسمي صاحب ڪيترائي ڪتاب شايع ڪرايا ۽ ٽماهي مهراڻ بہ باقاعدگي سان شايع ٿيندو رهيو ۽ علامہ قاسمي ان دوران ٽماهي مهراڻ جو هڪ ضخيم سيرت نمبر پڻ شايع ڪرايو.[٤٣] علامہ

قاسمي علم جو شوقين ترين انسان هو جنهن پنهنجي سموري زندگي علم جي حاصلات ۾ گذاري، ان جو ثبوت انسٽيٽوٽ آف سنڌالاجي جي لائبريري ۾ موجود جيڪي قلمي نسخا آهن تن ۾ ١٦٠٠ مخطوطات شامل آهن ۽ اهي مخطوطات نهايت قيمتي آهن، سي گهڻي ڀاڱي علامہ قاسمي جي سهڪار سان يونيورسٽي کي حاصل ٿي سگهيا هئا. ان کان سواءِ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي انسٽيٽوٽ آف سنڌ الاجي جامشورو ۾ ديني ڪتابن جو ڪيٽلاگ ٺاهڻ ۾ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو. [٤٤]

## علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جون سياسي خدمتون:

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي تحريڪ آزادي جي حوالي سان نوجواني دوران انهن مجاهدن ۾ شامل هئا جن انگريزين خلاف آزادي جي متوالن جو ساٿ ڏنو. پاڻ تحريڪي ڪمن ۾ سرگردان رهندا هيا. ان بابت هڪ انٽرويو دوران علامہ قاسمي صاحب پاڻ فرمايو تہ "مون ١٨ سالن جي عمر کان سياست ۾ حصو ورتو. پهريون قمبر تعلقي ۾، پوءِ ضلعي لاڙڪاڻي جو ڪانگريس جو وائيس پريزيڊنٽ ٿي رهيس. پوءِ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جميعة العلماء هند جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيس، ديوبند ۾ قيام جي دوران جميعة الطلباء سنڌ قائم ڪئي، جنهن جي ذريعي سنڌ جي طلباء جا مسئلا حل ڪندو رهيس [٤٥]علامہ قاسمي پهريون پيرو جمعيت العلماء سنڌ جي سهارنپور واري اجلاس ۾ اتر سنڌ جي نمائندگي پڻ ڪئي ۽ ان کان علاوه سنڌ جي بمبئي کان الڳ ٿيڻ واري تحريڪ ۾ بہ حصو ورتائون[٤٦] علامہ قاسمي جن جڏهن دارالعلوم ديوبند ۾ پڙهندا هيا تڏهن سنڌي شاگردن جي تنظيم جوڙيائون جنهن جو نالو رکيائون "جميعت الطلباء ديوبند" ۽ پاڻ ان جماعت جا باني ميمبر ۽ اڳواڻ پڻ هيا.[٤٧] ان کان علاوه جڏهن فلسطيني مسلمانن جي مالي امداد لاءِ ڪاميٽيون ٺاهيون ويون تہ علامہ صاحب بہ جميعت العلماء قمبر علي خان، ضلعي لاڙڪاڻي جو ناظم مقرر ٿيو ۽ ان کان علاوه سنڌ آزاد پارٽي جا سرگرم ڪارڪن رهيا ۽ ورڪنگ ڪاميٽي جا رڪن پڻ رهيا. ان کان علاوه جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي ١٩٣٩ع ۾ سياسي جماعت "جمنانربدا سنڌ ساگر پارٽي" جو بنياد وڌو تڏهن ان ۾ پڻ شموليت حاصل ڪيائون ۽ مولانا عبيدالله سنڌي شاگردن جي لاءِ پارٽي جمعية الطلباء نالي سان ٺاهي تہ علامہ قاسمي صاحب ان ۾ پڻ شامل ٿي ويا ۽ وطن جي آزادي لاءِ پاڻ پنهنجي قلم جي ذريعي ظلم جي خلاف ۽ حق جي حمايت لاءِ هميشہ آواز اٿاريندا رهيا.[٤٨]

## علامہ قاسمي صاحب ۽ صحافت:

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي هڪ بهترين ۽ قابل صحافي پڻ هيا. علامہ صاحب جن الولي، الرحيم ۽ الحڪمت جي ايڊيٽر هئڻ سان گڏ ١٩٥٣ع ڌاري جناب عبدالستار پيرزاده جي

جاري ڪيل اخبار "نئين سنڌ " جا ايڊيٽر رهيا ۽ ان وقت سنڌ جي مسئلن بابت بهترين قسم جا ايڊيٽوريل لکندا رهيا[49]

## عالمن جا تاثرات:

١.ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ :

ڪتاب "عالمن جو آفتاب" ۾قاسمي صاحب لاءِ لکيو آهي. علامہ قاسمي اتر سنڌ ۾ اعليٰ اسلامي تعليم جو چراغ روشن ڪيو۽ سنڌن درس گاهن مان هونهار شاگرد پيدا ٿيا.مولوي صاحب جي عربي مدرسن۾ اعليٰ تعليم,سنڌ ۽ هند جي مدرسن۾ رائج عربي مناهج وارن عملن جي پوري ڄاڻ ۽ انهن عملن بابت اصولي۽ فروعي ڪتابن بابت سندن معلومات مون کي ڪافي متاثر ڪيو.۽ سنڌ ۾قاسمي صاحب جهڙي عالم۽ فلسفي جي ڄاڻوءَ جو وجودغنيمت آهي.[50]

٢. مظهرالحق صديقي :

برصغير ۾ قرآن پاڪ جو۾ جيڪو پهريون تحت الفاّظ ۾ ترجمو ٿيو سوسنڌ ۾ مخدوم نوح جو آهي تہ.قرآن پاڪ جو برصغير پا ڪ هند ۾ قديم فارسي ترجمو سنڌ ۾ ٿيو۽ جنهن کيسنڌ جي عالم علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ ان کي ايڊٽ ڪيو.۽ ان تي نهايت عالمانہ ۽ جامع مقدمو لکيو. علامہ صاحب کي بجاطور علم جو سمنڊ سڏي سگهجي ٿو.ڇو تہ پاڻ علم جا بحر بي ڪنار آهن. علامہ صاحب جي تحقيقي۽ علمي خدمتن جي فهرست گهڻي ڊگهي آهي.جيڪاقرآن,حديث,فقہ,اسلاميات,منطق,فلسفي,سيرت,اسماءالرجال,سوانح,ڪتابيات وغيره جهڙن موضوعن تي مشتمل آهي. علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَکي " استادالاساتذه" جي حيثيت حاصل آهي.

٣.مولانا عبدالوهاب چاچڙ:

علامہ قاسمي سنڌ جو واحد سنڌي عالم دين آهي,جنهن کي اعليٰ پائي جي مصنف ۽محرر جو اعزاز حاصل آهي.

٤.مولانا محمد موسيٰ ڀٽو:

علامہ قاسمي صاحب مذهبي ۽ ديني حلقن جي اها شخصيت آهي,جنهن کي مذهبي توڙي جديد حلقن م وڏي شهرت۽ مان مرتبو حاصل آهي.علامہ صاحب جي هڪ اها وصف آهي رواداري,وسعت ظرفي ۽بزرگن جي روايتي ڪردار واري ۽بي وصف هي آهي تہ پاڻ درس نظامي۽ جي درس وتدريس واري جنهن ڪم م مصروف رهياآهن,آخري وقت تائين ان کي لڳاتار نڀائيندا رهيا.مولانا جي شخصيت کي جيڪڏهن علماءگر چيو وڃي تہ غلط نہ ٿيندو.

٥. ڊاڪٽر عبدالجبار عابد لغاري:

سوين علمن ،مفڪرن ۽ دانشورن جي علم جو عڪس ۽مطالعي جو اولڙو هن دور ۾ سنڌ جي ڪنهن عالم ۾ نظراچي ٿو تہ اهو علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جي پر ڪشش شخصيت ۾ئي نظر اچي ٿو.علامہ صاحب پنهنجي ذات ۾ هڪ انجمن نظر اچن ٿا.

٦. رئوف چانڊيو:

علامہ قاسمي اسلامي دنيا جو وڏو عالم آهي،مولانا جي شخصيت کان متاثر ٿي، دادي ليلاوتيءَ بہ هڪ تقريب ۾ چيو هوتہ مولانا قاسمي هڪ سچو ۽ کرو انسان آهي، جنهن ۾ مون نہ ڪاوڙ ڏٺي ۽ نہ وري ڪو تعصب.قاسمي صاحب جي علمي،ادبي خدمتون تمام گهڻيون آهن علامہ قاسمي کي قرآن ، فلسفي،فقہ حديث، سيرت،اسماءالرجال ۽ سنڌي ادب ۽ تاريخ تي دسترس حاصل هئي.[51]

## وفات:

علامہ صاحب پاڻ علم ۽ادب جي وڏي خدمت ڪيا ٿون.پاڻ وڏي عرصي کان ضعيف حالت ۾ رهندا هئا .پر پوءِ بہ علمي ۽ اد بي سرگرمين ۾ مصروف رهندا هئا.آخر چند ڏ ينهن پاڻ بيماري جي بستر تي رهيا ۽ اربع جي رات سا ڍي يارهين بجي ١٥ شوال المڪرم ١۴٢۴هہ بمطابق ٩ ڊسمبر ٢٠٠٣ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا. سندن مڙهہ نور محمد ڪلهوڙي جي مزار جي احاطي ۾ دفنايو ويو.[52]

## خلاصو:

علامہ قاسمي سنڌ جا ناميارا عالم ٿي گذريا آهن جن کي "استاد الاساتذه " جي حيثيت حاصل رهي آهي. علامہ صاحب جو لاڙو شاگردي واري دور کان درس ۽ تدريس، صحافت ۽ تاليفات ڏانهن رهيو. پاڻ پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد ڳوٺ ميرو کان ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ خانگي اسڪول ۾ عربي جا استاد مقرر ٿيا. ڪجه عرصي بعد ضلعي شڪارپور جي مدرسہ دارالسعادت گوري پهوڙ ۾ مدرس رهيا ۽ ان بعد ڪراچي جي مدرسہ مظهرالعلوم کڏي ۾ "شيخ الحديث" ٿي رهيا، سنڌ مدرستہ الاسلام ڪراچي ۾ عربي جا ليڪچرار ۽ سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي ۾ اسلاميات جي استاد جي حيثيت سان ڪم ڪندا رهيا. علامہ قاسمي ٣٥ سالن تائين شاهہ ولي الله اڪيڊمي صدر حيدرآباد جا ڊائريڪٽر رهيا. جتي شاهہ ولي الله جي فڪر ۽ فلسفي کي وڌائڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪندا رهيا ۽ سندن فلسفي جا ٣٢ ڪتاب شايع ڪرايائون، ۽ اڪيڊمي طرفان رسالا پڻ شايع ڪرائيندا رهيا. ماهوار الرحيم سنڌي، ماهوار " الولي" اردو ۽ شاهہ ولي الله جي ڪيترن ئي ڪتابن تي مقدما، حاشيا تحقيق ۽ ترجما تصحيح

ڪري ڇپرايا. شاهه ولي الله اڪيڊمي ۾ ٧٢ شاگردن علامہ قاسمي صاحب علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سنڌي ادبي بورڊ ۾ ١١ سالن تائين خدمتون ڏيندا رهيا. سندن دور ۾ ٽماهي مهراڻ ” بہ باقاعدگي سان شايع ٿيندو رهيو علامہ قاسمي صاحب جو هڪ اهم ڪارنامو سنڌ جي سروري جماعت جي عظيم رهنما ۽ روحاني رهبر مخدوم نوح رح جي ڪيل قرآن پاڪ جي فارسي ترجمي کي شايع ڪرائڻ آهي. علامہ قاسمي صاحب ڪراچي ۾ انفارميشن آفيسر طور بہ خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ صحافت سان سڌو واسطو رکندي اخبار ”نئين سنڌ“ جي ايڊيٽري جا فرائض پڻ سرانجام ڏنا. انسٽيوٽ آف سنڌ الاجي جي لائبريري ۾ قلمي نسخن واري حصي ۾ ١٦٠٠ مخطوطات موجود آهن. اهي گهڻي ڀاڱي علامہ صاحب جي سهڪار سان حاصل ٿيا.ان کان علاوه علامہ صاحب سنڌي ادبي بورڊ ۾ ١١ يارهن سالن تائين چيئرمين جي حيثيت سان ڪم ڪندا رهيا ۽ اتي ”ٽماهي مهراڻ “ باقاعدگي سان شايع ڪرائيندا رهيا.علامہ قاسمي صاحب سنڌ يونيورسٽي جا اعزازي پرفيسر ۽ ايم. فل ۽ پي ايڇ. ڊي جا ۽ سندن ايم. فل ۽ پي ايڇ. ڊي ڪندڙ عالمن جو تعداد هڪ سؤ جي لڳ ڀڳ آهي. انهن ۾ ملڪي ۽ غير ملڪي شاگردي بہ شامل آهن. علامہ صاحب سنڌ الاجي، شعبہ اسلامڪ اسٽڊيز ۽ ڪميٽريٽورليجن، سنڌ يونيورسٽي ۽ سنڌ عجائب گهر حيدرآباد، مهراڻ آرٽس ڪائونسل ۽ علامہ داؤد پوٽي لائبريري جي بورڊ آف ڊائريڪٽرز ۽ جامعہ عربيہ بورڊ جا رڪن رهيا. علامہ صاحب مختلف وقتن ۾ سنڌ يونيورسٽي ٽوڙي زرعي يونيورسٽي جي سينڊيڪيٽ ۽ سينيٽ جا ميمبر ۽ سنڌ يونيورسٽي جي سنڌي، عربي ۽ اسلامڪ ڪلچر شعبن جي بورڊ آف اسٽڊيز جا رڪن رهيا ان کان علاوه علامہ صاحب رويت هلال ڪميٽي جا رڪن ۽ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽  ڀٽ شاهه ميلا ڪميٽي جا ميمبر ۽ علامہ اقبال اڪيڊمي لاهور جا ميمبر ۽ مرڪزي زڪوات  ڪاميٽي پاڪستان جا ميمبر ۽ صوبائي زڪوات ڪميٽي سنڌ جا ميمبر، مرڪز سيرت ڪاميٽي اسلام آباد، مهراڻ آرٽس ڪائونسل لطيف آباد حيدرآباد جا ميمبر، مجلس شوريٰ سنڌ جا ميمبر، پاڪستان براڊڪا سٽنگ ڪارپورريشن ڪراچي ۾ صلاحڪار ۽ پاڪستان اڪادمي ادبيات اسلام آباد ۾ صلاحڪار رهيا. سياسي حوالي سان پاڻ جميعۃ لطلباء ديوبند (سنڌي شاخ) جا باني ۽ ڪانگريس تعلقو قمبر جا صدر ۽ وائيس پريزيڊنٽ ڪانگريس، ضلعو لاڙڪاڻو ۽ جمنانربدا سنڌ ساگر پارٽي ١٩٣٩ع تائين ميمبر رهيا.[٥٣]علامہ قاسمي جي ايترن خدمات جي ڪري حڪومت پاڪستان جي طرفان سندن سيتارا امتيازSitara_i_Imtiaz  سان  نوازيو ويو.[٥٤]

## حوالا ۽ حواشي

[١] شاه ولي الله اڪيڊمي،عبدالشڪور هڪڙو. ماهنامہ الولي ، ٢٠٠٤ع جنوري_فروري_مارچ، جلد٢٣ شمارا ١١_١٠ ص١

[٢] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر عالم موضوع، مقالا، ڇاپو پهريون ٢٠٠٦ع علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر سنڌ يونيورسٽي ص٦٤

[٣] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو، ايم.فل ٿيسز ٢٠١٢ع شعبہ تقابل اديان وثقافت اسلامي سنڌ يونيورسٽي ص

[٤] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشيون موضوع سوانح ۽ مقالا. ڇاپو پهريون ٢٠١١ع قاسمي چيئر سنڌ يونيورسٽي ص١٤_٢٧).

[٥] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر عالم موضوع، مقالا، ڇاپو پهريون ٢٠٠٦ع علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر سنڌ يونيورسٽي ص ٦٥)

[٦] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشيون موضوع سوانح ۽ مقالا. ڇاپو پهريون ٢٠١١ع قاسمي چيئر سنڌ يونيورسٽي ص ١١).

[٧] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو، ايم.فل ٿيسز ٢٠١٢ع شعبہ تقابل اديان وثقافت اسلامي سنڌ يونيورسٽي ص ١٢).

[٨] تاج جويو عالمن جو آفتاب، ڇاپو پهريون ٢٠٠٢ع سنڌ ماٺڪ موتي تنظيم، حيدرآباد ص ٢٦).

[٩] عالمن جو آفتاب ص ١٦٩

[١٠] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو ايم. فل ٿيسز شعبو تقابل اديان و ثقافت اسلامي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال ٢٠١٢ع ص٤٣_٦٤).

[١١] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سوانح ۽ علمي ڪاوشون، ٢٠١١ع ڇاپو پهريون، علامہ غلامہ مصطفيٰ قاسمي چيئر، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ص ١١.

[١٢] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو ايم. فل ٿيسز شعبو تقابل اديان و ثقافت اسلامي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال ٢٠١٢ع ص٣٥).

[١٣] تاج جويو عالمن جو آفتاب، حيدرآباد ٢٠٠٢ع، سنڌ ماٺڪ موتي تنظيم، ڇاپو پهريون ص ٢٦).

[١٤] قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سوانح ۽ علمي ڪاوشون، ٢٠١١ع، قاسمي چيئر، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو (ص ٢٨، ٢٩).

[١٥] نظير محمد مصطفوي، سنڌ جو سرتاج، خيرپور، ٢٠٠١ع المصطفيٰ اڪيڊمي کهڙا، تعلقو گمبٽ (ص ١١٨).

[١٦] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشيون موضوع سوانح ۽ مقالا. ڇاپو پهريون ٢٠١١ع قاسمي چيئر سنڌ يونيورسٽي

[١٧] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو، ايم.فل ٿيسز ٢٠١٢ع شعبہ تقابل اديان وثقافت اسلامي سنڌ يونيورسٽي ص ١٢).

[١٨] تاج جويو عالمن جو آفتاب، ڇاپو پهريون ٢٠٠٢ع سنڌ ماٺڪ موتي تنظيم، حيدرآباد ص ٢٦).

[١٩] (عالمن جو آفتاب ص ١٦٩

[٢٠] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو ايم. فل ٿيسز شعبو تقابل اديان و ثقافت اسلامي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال ٢٠١٢ع ص٤٣_٦٤).

[٢١] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سوانح ۽ علمي ڪاوشون، ٢٠١١ع ڇاپو پهريون، علامہ غلامہ مصطفيٰ

قاسمي چيئر، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ص ١١.

[22] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو ايم. فل ٿيسز شعبو تقابل اديان و ثقافت اسلامي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال ٢٠١٢ع ص٣٥).

[23] ڊاڪٽر قاضي خادم، غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون، ٢٠١١ع، قاسمي چيئر، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ص ٣٥)

[24] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو ايم. فل ٿيسز شعبو تقابل اديان و ثقافت اسلامي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال ٢٠١٢ع ص

[25] مولانا نظير محمد مصطفوي، سنڌ جو سرتاج، خيرپور، ٢٠٠١ع المصطفيٰ اڪيڊمي کهڙا، تعلقو گمبٽ (ص ١١٨).

[26] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو، ايم.فل ٿيسز ٢٠١٢ع شعبہ تقابل اديان وثقافت اسلامي سنڌ يونيورسٽي ص ١٢).

[27] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشيون موضوع سوانح ۽ مقالا. ڇاپو پهريون ٢٠١١ع قاسمي چيئر سنڌ يونيورسٽي ص ١١).

[28] تاج جويو عالمن جو آفتاب ص ٢٦_١٩

[29] ڊاڪٽر قاضي خادم، غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون، ٢٠١١ع، قاسمي چيئر، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ص ٣١).

[30] تاج جويو عالمن جو آفتاب ص ٢٦).

[31] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو ايم. فل ٿيسز شعبو تقابل اديان و ثقافت اسلامي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال ٢٠١٢ع ص٦٥_٦٦

[32] شاه ولي الله اڪيڊمي،عبدالشڪور هڪڙو. ماهنامہ الولي ، ٢٠٠٤ع جنوري_فروري_مارچ، جلد٢٣ شمارا ١١_١٠ ص٣

[33] تاج جويو عالمن جو آفتاب ٢٠٠٢ع حيدرآباد ص٢١٧

[34] ڊاڪٽر قاضي خادم، غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون، ٢٠١١ع، قاسمي چيئر، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ص ٣٥)

[35] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو ايم. فل ٿيسز شعبو تقابل اديان و ثقافت اسلامي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال ٢٠١٢ع ص

[36] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون، ص ٤٢

[37] تاج جويو عالمن جو آفتاب ٢٠٠٢ع حيدرآباد ص٢١٨_٢١٩).

[38] . سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، سندن تعليمي، تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو ايم. فل ٿيسز شعبو تقابل اديان و ثقافت اسلامي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال ٢٠١٢ع ص٧٤،٧٥

[39] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون، ص ١٨٣).

[40] شاه ولي الله اڪيڊمي جو تعارف، ڇپايل شعبہ نشر و اشاعت شاه ولي الله اڪيڊمي، صدر حيدرآباد ص٨)

[41] ايضاً ص ١٠).

[42] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون ص ١٨٣).

[43] ايضاً ص ٣١، ٣٣، ٣٤).

[44] تاج جويو عالمن جو آفتاب ٢٠٠٢ع حيدرآباد ص٢٧

[45] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون ٢٠١١ع ص ٣١)

[٤٦] تاج جويو عالمن جو آفتاب ص ٣٢٥).

[٤٧] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون ص ١٨٢)

[٤٨] ڊاڪٽر قاضي خادم، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر عالم، موضوع مقالا ٢٠٠٦ع، ڇاپو پهريون، قاسمي چيئر سنڌ يونيوسٽي ص ٦٦).

[٤٩] انيڙ عبدالوحيد، مدرسي مظهرالعلوم ڪڏي جي ديني ۽ سياسي خدمتن جو تنقيدي جائزو تحقيقي ص ١٩٠، تاج جويو، عالمن جو آفتاب ص ٣٢٩

[٥٠] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سندن تعليمي تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو، ص٣٩).

[٥١] تاج جويو عالمن جو آفتاب ص ٣٣٢).

[٥٢]، ايضاً ص١٤٥

[٥٣] سومرو حافظ محمد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سندن تعليمي تدريسي ۽ ادبي خدمتن جو تحقيقي جائزو، ص٣٢

[٥٤] *"Tribute paid to Allama Qasmi"* ٢٠١٦ *May* ٢١ *Retrieved*. *DAWN*.